# وطن پرست زويا

(سوويت روس جي هڪ بهادر ڇوڪريءَ جي ڪهاڻي)

ليکڪ

پي - ليڊاف

مترجم

موتيرام ڪشنداس آهوجا



گلشن پبليڪيشن حيدرآباد

1990ع

گلشن پبليڪيشن جو ڪتاب نمبر - 22

ڇپائيندڙ : گلشن پبليڪيشن، حيدرآباد سند.
ڇپيندڙ : ايم - خان پرنٽنگ پريس،
گاڏي کاتو حيدرآباد سند.
ڇاپو پهريون: ١٩٤٣ع
ڇاپو ٻيو : ١٩٩٠ع
تعداد : هڪ هزار

قيمت: 00—6 روپيا

هي ڪتاب ايم - خان پرنٽنگ پريس، گاڏي کاتو،
حيدرآباد سنڌ ۾ ڇپيو ۽ گل شير بلوچ، گهر نمبر
H.C.B. 1816 ممتاز ڪالوني، قاضي عبدالقيوم روڊ،
حيدرآباد سنڌ، مان ڇپائي پڌرو ڪيو.

# ناشر پاران

گلشن پبليڪيشن جو اهو مول متو رهيو آهي ته اهي ڪتاب جيڪي ورهاڱي کان اڳ ڇپيا ۽ هن وقت پڙهندڙن جي نظرن کان اوجهل ٿي ويا آهن. اهڙن ڪتابن کي پيهر نئين رنگ ڍنگ ۾ ڇپائي منظر عام تي آڻڻ آهي. هن وقت جيڪو ڪتاب اوهان جي هٿن ۾ آهي، اهو پڻ انهيءَ سلسلي جي هڪ ڪڙي آهي.

ڪتاب ۾ هڪ روسي ڇوڪري زويا جيڪا بعد ۾ تانيا جي نالي سان مشهور ٿي. سندس پنهنجي ملڪ لاءِ ڏنل عظيم قرباني جو داستان سمايل آهي، ته هوءَ ڪهڙيءَ طرح نازي واگهن سان وڙهندي پنهنجي جان جو نذرانو ڏئي هميشه جي لاءِ امر بڻجي ويئي.

زويا جي وطن پرستيءَ جي ڪهاڻي دنيا جي مڙني مکيه ٻولين ۾ ڇپجي چڪي آهي. هن کان اڳ سنڌي ٻوليءَ ۾ ٻه ١٩٤٣ع ۾ ڇپي هئي، جنهن کي پيهر ڇپائي منظر عام تي آندو ويو آهي.

گل شبير بلوچ

1990-1-4ع

# ٻئي ڇاپي جو مهاڳ

اڄ شاهه محمد بلوچ صاحب آيو، هڪ روسي ڪهاڻي هٿ تي رکيائين چيائين سائين! هن ڪهاڻي کي پڙهي هن تي تعارف لکي ڏي. منهنجي دل چوي ٿي ته تون هن جو تعارف لک! هائو سائين مون کي ماري وڌائين نه! مخدوم نوائيءَ ۾ ها ته چئي ويٺو، پر جڏهن ڪتاب پڙهيائين ته سندس ڪنڌ به هن عورت ذات اڳيان جهڪي ويو. هن اڳيان هي وجود ديويءَ سمان ٿي ويو. هڪڙي پاڪ ڌرتيءَ جي هيءَ ديوي، ڪيئن نه ڪومل ڪلي، گل ٽيڙ کان اڳ ڪومائجي ويئي. مگر ارڙهن سالن جي قليل عرصي ۾ زندگيءَ جو اهو مقام حاصل ڪري ويئي. جتي اڄ جا وڏا وڏا سورما وڏي وڏي ڏاڙ هڻندڙ جوڌا پنهنجون ٻاڙون هڻندي ان منزل کي پهچي نه سگهيا، جيڪو عملي ڪم هن ”سوويت يونين جي سورميءَ زويا ڪاسموديميا نسڪايا“ ارڙهن سالن جي قليل عرصي ۾ ڪري ڏيکاريو. اهو ڪم بلڪ ان کان چوٿين حصي جيترو عمل به اڄ ڏينهن تائين ڪري نه سگهيو جيڪو سندس نقش پاءُ کي پنهنجي منزل سمجهي ٿو. سندس هي جدوجهد نه

فقط پنهنجي وطن لاءِ هئي، مگر پنهنجي پوري پرٿويءَ تي رهندڙ انسانذات جي آزادي لاءِ. پوءِ چاهي اهو مرد هجي يا عورت، عورت مرد جو فرق سمجهڻ ڪوڙي ۽ بيوقوف جو ڪم آهي.

قوم پرست زويا جو ڪردار مرد عورت جي تصور کان مٿاهون آهي. هن جي سوچ آسمانن تي پرواز ڪندڙ آهي. مرد عورت جي دل ۾ هڪجهڙو عظمت جو تصور رکندڙ آهي. هوءَ هڪ اهڃاڻ آهي پنهنجي قوم جي للڪار آهي، هڪ جابر ۽ جلاد حڪمران جي وحشي فوجن اڳيان، جنهن جا تڏا به هن فولادي جسم کي ڏڪائي نه سگهيا. ڇا نظريو! ڇا عزم! نه وسرندڙ نه مٽجندڙ.... سلام آهي انهيءَ نظرئي انهيءَ عزم کي.

هن پنهنجي وجود جي عمل سان پنهنجي قوم جي دلين مان خوف ۽ هراس جو لاشعوري ڀوت هميشه لاءِ دور ڪري ڇڏيو. هڪ ابلا ڪمزور عورت جهڙي عملي جدوجهد ڪري سگهي ٿي ته هڪ مرد پنهنجي طاقتور جسم سان ڇا نه ٿو ڪري سگهي! اهو سوال هميشه لاءِ هڪ تلوار بڻجي روسي عوام جي دلين ۾ لڙڪندو رهيو. جيستائين فتح حاصل نه ڪيائون بس نه ڪيائون. ڪامريڊ زويا آزاديءَ جو هڪ اهڙو اهڃاڻ بڻجي وئي. جنهن تي ڪابه قوم عملي طرح سان عمل ڪري آزاديءَ کي گلي لڳائي سگهي ٿي. هٽلر جهڙن

جابرن جا وچ پچي، نازي جهڙن جلادن اڳيان سينا سپر ٿي پوء به ڪجهه نه ٻولڻ، اهو آزاديءَ جي سچي تڙپ کان سواءِ ٿي نه ٿو سگهي. هڪ سچو مقصد جنهن لاءِ هن پنهنجي زندگي وقف ڪئي هڪ! ابدي منزل حاصل ڪرڻ لاءِ.

ڪاش! اسين به ڪامريڊ زويا جي نقش قدمن تي هلي پنهنجي مادري ٻولي، پنهنجي قوم، پنهنجي ملڪ ۽ عالمگير انساني برادريءَ جي بهتريءَ لاءِ مري مٽجون. زويا جي وطن پرستي جي ڪهاڻي، دنيا جي مڙني مکيه ٻولين ۾ ڇپجي چڪي آهي. جنهن ۾ سنڌي ٻولي به شامل آهي، مگر دنيا جي دست برد جي ڪري اڻ لڀ ٿي ويو. سنڌي ٻولي جي گود ۾ ههڙي ڪتاب جي پيهر ضرورت هئي جيڪا "گلشن پبليڪيشن" وارن پوري ڪري ڇڏي. جنهن تي هنن ڪيرون لهڻيون.

پروفيسر مخدوم شبير احمد
گورنمنٽ مسلم سائنس ڪاليج
حيدرآباد سنڌ.

٢-١-١٩٩٠ع

# واقفيت

۲۲ جون ۱۹۴۱ع تي جڏهن نازي جرمنن سوويت روس خلاف وحشياڻي حملو شروع ڪيو، زويا ماسڪو ۾ مئٽرڪ پڙهندي هئي. زويا روشن دماغ، گرمجوش ۽ بهادر ڇوڪري هئي. نازي واگهن جي خوفناڪ ڪارروايون سندس دل ۾ زبردست طوفان ڪڙو ڪري ڇڏيو. سندس وطن پرستيءَ جا جذبا يڪا يڪ بيدار ٿي اٿيا. هن ماهہ اڳيان فوج ۾ ڀرتي ٿيڻ جي خواهش ظاهر ڪئي. ليڪن هن کي فوج ۾ نہ ورتو ويو. وطن پرست زويا مان ڪري تماشبين ٿي ويهڻ واري ڪانہ هئي. هوءَ هڪدم، دشمن تي لڪي حملا ڪندڙ ٽوليءَ ۾ شامل ٿي ويئي. فاشستي لائين پٺيان هن ڪئين جرائت ڀريا ڪم ڪيا. آخر ڊسمبر ۱۹۴۱ع ۾ سوويت روس جي دلير ڌيءُ پڪڙجي پيئي. نازي راڪاسن، جوان ڇوڪريءَ کي خوفناڪ عذاب ڏنا، ليڪن بهادر زويا ملڪ سان ۽ ماڻهن سان غداري نہ ڪئي. مرندي مري ويئي مگر زويا، وطن پرست زويا وطن سان وفادار رهي!

جاپاني جانور هندستان جي دروازي تي ڪڙا آهن. اسان جي ملڪ جو بچاءُ خطري ۾ آهي. زويا جي

لاڳاپي ديس ڀڳتيءَ مان هندستان جي هر نوجوان ڇوڪر ۽ ڇوڪريءَ کي سبق سکڻ گهرجي. اڄ وطن کي زويا جهڙين دلير ۽ بيخوف نوجوان ڇوڪرين جي ضرورت آهي. جيڪي هندستان جو شان برقرار رکي سگهن، جاپاني حملن کي ڪاميابيءَ سان هٽائي سگهن ۽ پنهنجي آزاديءَ جي راهه کولي سگهن.

زويا جي وطن پرستيءَ جي ڪهاڻي دنيا جي مڙني مکيه ٻولين ۾ ڇپجي چڪي آهي. هي ڪتاب هندستان جي ٻن مکيه ٻولين اردو ۽ هنديءَ ۾ هزارن جي تعداد ۾ ڇپي چڪو آهي. سنڌ ۾ اهڙي ڪتاب جي سخت ضرورت هئي جا "نئين دنيا ڪتاب گهر" وارن پوري ڪري ڇڏي. شال زويا جي ويرتا هندستان جي نوجوان دلين کي فرض شناسي ڏانهن متوجه ڪري!

ڪراچي
۱ آڪٽوبر ۱۹۴۳ع

**گوبند مالهي**

# ١

ويريا بستي جي نزديڪ پيٽريشيفو ڳوٺ ۾ ١٩٤١ع
جي ڊسمبر مهيني جي شروعات ۾ هڪ ارڙهن ورهين
جي هڪ بهادر ڇوڪريءَ کي جرمن ملڪ گيرن ڦاسيءَ
جي تختي تي لٽڪايو. ڇوڪريءَ جو قصور رڳو هيءُ
هو جو هو وطن‌پرست هئي ۽ پنهنجي ملڪ سويت روس
لاءِ جان جوکي ۾ وجهي جرمن فوجن جي نقل‌وحرڪت
(چرپر) جي سموري خبرچار پنهنجي فوجي آفيسرن کي
ڏيندي رهندي هئي.

هيءَ ڇوڪري ڪير هئي؟ ۽ ڪٿان آئي؟ هن ڳالهه
جي خبر اڳتي هلي پوندي. هن دردناڪ واقع کان
ڪجهه اڳ هڪڙو روسي ڇاپامار (لڪي ڇپي دشمن تي
حملا ڪندڙ) سپاهي هن ڇوڪري کي جهنگل ۾ ڏٺو
هو. پنهي گڏجي هڪ ڪُڏ ۾ پناه ورتي هئي. ان سپاهي
کي هن ڇوڪريءَ پنهنجو نالو تانيا ٻڌايو. ان کانپوءِ
تانيا ٻي ڪنهن سپاهيءَ کي ڪانه گڏي. ڇاپامار سپاهين
سمجهو ته هيءَ دلير هوشيار ڇوڪري پنهنجي روءِ سوءِ
ڪٿي نه ڪٿي ڪم ڪندي هوندي

هيءَ ان وقت جي ڳالهه آهي جڏهن ماسڪو سخت

خطري ۾ هو. ١٦ نومبر ١٩٤٢ع تي جرمنن ماسڪو تي زوردار حملو ڪيو ۽ دشمن والگا درياهه جي پرسان اچي بيٺو هو. دشمن ياخروما شهر هٿ ڪيو هو ۽ بين شهرن تي بمباري ڪري رهيو هو. توبن جا ڀيانڪ آواز ماسڪو ۾ ٻڌڻ ۾ پئي آيا. نازي جرمنن جي عارضي ڪاميابي ڪين ئي سخت نقصان رسايو ۽ اهي سوين جرمنن کي ڏاڍيون مهانگيون پيون. سويٽ فوجن جنرل زڪووو جي اڳواڻيءَ هيٺ بهادريءَ سان دشمنن جو مقابلو ڪيو. نازين ايترو ته نقصان سٺو جو ڊسمبر جي شروعات ۾ پوٺا پونڊا نظر آيا. روس، ڪامريڊ استالين جي اڳواڻيءَ هيٺ مقابلي جون زبردست تياريون ڪري رهيو هو.

جيڪي روسي ڇاپا مار سپاهي نازي جرمنن جي والاريل حصن ۾ ڪم ڪري رهيا هئا، تن روسي لال فوج کي وقتبوقت چڱي مدد پئي ڪئي. هنن پنهنجي گهرن کي باه لڳائي نازي سولجرن کي ٿڌ ۾ مرڻ لاءِ لاچار ٿي ڪيو. لال فوج جي سپاهين جي رهنمائي پئي ڪيائون ۽ نازي آفيسرن جي هيڊ ڪوارٽرن تي حملا به پئي ڪيائون.

ان وقت ماسڪو مان هڪ بهادر ڇاپامار والنٽيئرن جو دستو جنهن ۾ تانيا به شامل هئي بين ڇاپامار سپاهين جي مدد لاءِ روانو ٿيو. پيٽريشيفو جو ڳوٺ، جو هڪ ٻيلي جي وچ ۾ آهي، تنهن کي نازين اچي گهيرو ڪيو. گڏيل کيتي ڪندڙ [Collective Farmers]

هارين جو گڏ ڪيل گاه نازين پنھنجن گھوڙن کي کارايو. ڳوٺ جي هر هڪ گھر ۾ جرمنن پنھنجا ڏه يا پندرهن ماڻھو زوريءَ رهايا ۽ گھر جي ڀاتين کي ڪنڊ پاسيرو جاءِ ڏني ٿي ويئي . جرمنن گڏيل کيتي ڪندڙ هارين جو سمورو ڪاٺي جو سامان ضبط ڪيو. نازين جي ان دستي جو ترجمان سيني ڪان وڏيڪ لالچي هو. هن ڳوٺ جي ماڻھن سان وڏل وهايا ۽ جوان ۽ ٻڍن کي مارون ڏناڱون.

هڪ رات ڪنھن جرمنن جي ٽيليفون جي سيني تارن جي سلسلي کي ڪپي ڇڏيو، ۽ هڪ طبيلي ۾ باه لڳائي ڇڏي جنھن ۾ جرمنن جا سترنھن گھوڙا ٻڌا پيا هئا جي سڙي مري ويا. ٻيءَ رات به هڪ ڇاپامار روسي سپاهي گھوڙن جي ٻئي طبيلي ڏانھن ويو جتي جرمنن جا اٽڪل به سؤ گھوڙا ٻڌل هئا. ڇاپامار سپاهيءَ کي ان وقت مٿي تي ٽوپلو ڇاتيءَ تي گرم واسڪوٽ ٽنگن تي جھولدار پتلون ۽ پيرن ۾ نود جو بوٽ پيل هو. هنجي ڳچيءَ ۾ هڪ ٿيلھي پئي لٽڪي . جڏهن هو طبيلي جي نزديڪ پھتو تڏهن هن پنھنجو پستول قتيءَ ۾ لڪايو ۽ پنھنجي ٿيلھيءَ مان پيٽرول جي بوتل ڪڍي گاه تي هاري . اڃا باه ڏين تي هو ته مٿانئس جرمن پھريدار اچي ڪڙڪيو. پوئتان اچي هن جا ٻئي هٿ پڪڙيائين. ڇاپامار سپاهيءَ جرمن پھريدار کي جھٽڪو ڏنو ۽ هن جو روالور پڻ ڪسي ورتائين. ليڪن روالور

چوڙڻ کان اڳ ۾ ٻئي جرمن پهريدار هن جي هٿ مان ريوالور ڪيرائي ڇڏيو ۽ خطري جي سيٽي وڄايائين.

هو ڇاپامار سپاهيءَ کي قيد ڪري جاءِ ۾ وٺي ويا. اتي وڃي معلوم ٿين ته هيءَ ڏگهي قد جي هڪ نوجوان ڇوڪري هئي. هن جي چهري جو رنگ سفيد، اکيون ۽ ڀرون ڪارا ۽ سونهري وار مٿي ايا ٿيل هيس.

جرمن سپاهين ۾ سنسني ڦهلجي وئي. ان جاءِ جي مالڪياڻيءَ ميريا جو بيان آهي ته جرمن سپاهي هڪٻئي کي وڏي تعجب مان چئي رهيا هئا "ڇاپامار ڇوڪري! ڇاپامار ڇوڪري!!" بي حياءُ نازين هن کي اگهاڙو ڪري ڏونشا هنيا...... ويهن منٽن ڪانپوءِ هن بهادر ڇوڪريءَ کي اگهاڙو ڪري رڳو ڪڇو پهريل حالت ۾ سڄي ڳوٺ مان لنگهائي جرمن هيڊ ڪوارٽر ڏانهن آندو ويو.

هٿ اڳيئي خبر پئجي چڪي هئي ته هڪ ڇاپامار ڇوڪري گرفتار ڪئي وئي آهي. آفيسرن هن جي قسمت جو فيصلو اڳيئي ڪري ڇڏيو هو. اڃان تانيا اتي پهتي ئي ڪانه ته ترجمان چيو ته ڇوڪري کي ٻئي ڏينهن صبح جو سيني ماڻهن جي روبرو ڦاسيءَ جي تختي تي لٽڪايو ويندو.

تانيا کي اندر آڻي ڪيس هڪ تختي تي ويهاريو ويو. هن جي سامهون ٽيبل تي فون، ٽائيپ رائيٽر،

ريڊيو ۽ ٻيا ڪيترا ضروري ڪاغذ رکيل هئا. آفيسر هڪ ٻئي پٺيان ڪمري ۾ ايندا ويا. هيڊڪوارٽر واري گهر جي اصلي مالڪن کي رنڌڻي ۾ وهڻ جو حڪم ٿيو. گهر جي ٻڍي زال ڪجهه هٻڪي جنهن تي آفيسر هن کي رهڙ ڪڍي "وڃين ٿي يا نه؟" ائين چوندي آفيسر پوڙهيءَ کي هڪ ڌونشو هنيو ۽ ترجمان کي به ٻاهر ڪڍيو ويو. جرمن بالاآفيسر خود تانيا کان روسي ٻوليءَ ۾ سوال پڇڻ شروع ڪيا.

رنڌڻي مان گهر جا ياتي سڀ ڪجهه ٻڌي رهيا هئا. تانيا بنا خوف ۽ رڪاوٽ ڪانسواءِ بلند آواز سان جواب ڏيئي رهي هئي. آفيسر پڇيو:-

"تون ڪير آهين؟"

"مان ڪونه ٻڌائيندس."

"ڪالهه گهوڙن جي طبيلي کي تون باه لڳائي هئي؟"

"ها، اها مان هيس."

"تو ائين ڇو ڪيو؟"

"اوهان سڀني کي ختم ڪرڻ لاءِ." ٿوري دير خاموشي ٿي ويئي وري آفيسر پڇڻ لڳو:-

"تو جنگي مورچو ڪڏهن پار ڪيو؟"

"جمع ڏينهن"

"ايترو جلدي!"

"آڏون سستي ڪري وقت ڇو ضايع ڪريان ها؟"

وري ڪانئس پڇيو ويو ”توکي هيڏانهن ڪنهن موڪليو ۽ توسان گڏ ٻيا ڪير ڪير آهن؟

”مونکي خبر نہ آهي. مان نہ ٻڌائيندس. مان هرگز نہ ٻڌائيندس“. ٽانيا جو تيز آواز ڪمري مان ٻڌو ٿي ويو. وري ڦٽڪن جو آواز ۽ ننگي بدن تي لڳندڙ ڦٽڪن جو سرڙاٽ پئي ٻڌڻ ۾ آيو. ٿوري دير ڪانپوءِ هڪ نوجوان آفيسر ڪمري ڪان ٻاهر نڪتو. مٿو هٿن ۾ جهلي رنڌڻي ۾ اچي ويٺو. هو پڙ پڙ ڪري رهيو هو ۽ دروازي سان ڪن لڳائي ٻڌڻ لڳو. ٽانيا تي جيڪو ظلم ٿي رهيو هو سو هڪ نازي آفيسر برداشت نٿي ڪري سگهيو. چار سپاهي پنهنجن ڪمرپٽن سان ٽانيا کي ڦٽڪا هڻي رهيا هئا. گهر جي مالڪياڻي ٻہ سو ڦٽڪا ڳڻيا. جڏهن هن کي ڦٽڪا لڳي رهيا هئا تڏهن هوءَ بلڪل خاموش هئي. رڙيون ڪرڻ تہ پري رهيو پر هن اف بہ نہ ڪئي. ان ڪان پوءِ هن جي جواب ڏيڻ جو آواز آيو.

”مان ڪونہ ٻڌائيندس“ البت هيئر سندس آواز جهيڻو ٿي ويو هو.

جرمن هيڊ ڪوارٽر ۾ ٽانيا کي ٻہ ڪلاڪ ترسايو ويو. مارڪٽ ڪانپوءِ جرمن سپاهي ٽانيا کي ننگن پيرن ۽ اگهاڙي بدن سان اليگزينڊر يوچ جي گهر وٺي ويا. ٽانيا جي اڳيان ۽ پوئتان نازي پهريدار هيا.

جڏهن ٽانيا کي اڳئين گهر ۾ آندو ويو تڏهن گهر

جي مالڪ ڏنو ته هن جي نراڙ تي وڍ، ٽنگن تي ڦٽڪن جا ڪارا نيرا هيس. هو تمام گهڻي ڏڪيائيءَ سان ساهه کڻي رهي هئي. برف پوندي، هيتري سردي هوندي به تانيا جي پيشانيءَ تي پگهر جون بوندون چمڪي رهيون هيون. جنهن ڪري هن جا پڪڙيل وار پيشانيءَ تي لنبجي ويا هئا. سندس چپ رت سان رڱيل ۽ سڄيل هئا. ان مان اهو ظاهر هو ته جڏهن نازي دئيتن هن کي سچي پئي ڪرائي تڏهن هن پنهنجا چپ پيڙي غصي ۽ تڪليف سبب چباڙيا هئا.

تانيا کي هڪ بينچ تي وهاريو ويو. هڪ جرمن سنتري دروازي تي ويٺو هو. گهر جا اصلي مالڪ وئسلي ۽ ڪيولڪ پٽ ٻه لڳل تختن تي سمهيا پيا هئا. هنن قيديءَ ڏانهن نهاريو پئي. هو بينچ تي بلڪل بي حس ويٺي هئي. تانيا پاڻي گهريو. وئسلي ٽپو ڏئي پاڻي جي مٽڪي ڏانهن ويو. ليڪن جرمن سنتري هي کي روڪيو ۽ ميز تان پرندڙ بتي کڻي تانيا جي چپن سان لڳائي. انهيءَ ڪرڻ سان تانيا کي ڏيکاريو ويو ته سندس پيئڻ لاءِ گاسليٽ ۽ نه پاڻي ڪيس ملي ٿي سگهيو.

وئسلي ڇوڪريءَ کي پاڻي پيئارڻ لاءِ نازي سنتريءَ جي خوشامند ڪرڻ شروع ڪئي. پهريدار هن کي ڇڙٻ ڪڍي، پر آخر هن کي اجازت ڏنائين. تانيا به وڏا پاڻي جا ٻي وڃي.

ٿوري دير ۾ گهر ۾ رهندڙ جرمن سپاهين تانيا جي چوگرد ميڙ ڪري اچي تانيا کي ستائڻ لڳا. ڪن سپاهين هن کي ٺونشا هنيا ٻين تيليون ٻاري هن جي ڪاڏيءَ هيٺان جهليون. هڪ سپاهي ڪارائيءَ سان هن جي پٺيءَ جي هڏي ڪرنگهي کي چيري زخم رسايو. وئسلي سپاهين کي عرض ڪيو ته ڇوڪريءَ کي وڌيڪ ڏک نه ڏيو. پيو ڪجهه نه ته به ايترو ته خيال ڪريو جو گهر ۾ ٻيا ٻه ٻار آهن. ليڪن هن جي سموري آزي نيزاري بيڪار ٿي. نازي پوت اتان ان وقت ويا جڏهن انهن جي دل هن وحشي راند کان پرجي ويئي.

پهريدار رائيفل سنڀاري تانيا کي گهر کان ٻاهر نڪرڻ جو حڪم ڏنو. سپاهيءَ پنهنجي سنگين جي نوڪ هن جي پٺيءَ تي رکي هن کي برف تي اگهاڙن پيرن سان هلڻ لاءِ مجبور ڪيو. جڏمن سپاهي خود سرديءَ سبب ڏڪڻ لڳو تڏهن تانيا کي واپس ڪمري ۾ وٺي آيو. اهو پهريدار رات جو ڏهين کان ٻي بجي تائين هن تي پهرو ڏيندو رهيو. هر هڪ ڪلاڪ ڪانپوءِ تانيا کي ويهن پنجويهن منٽن لاءِ برف تي اگهاڙن پيرن سان گهمائڻ لاءِ ٻاهر وٺي ٿي ويو. ڪهڙي خبر غريب تانيا تي ان حالت ۾ ڪهڙا ڪهڙا ظلم ٿيا.

آخر ٻي بجي ڪانپوءِ پهريدار هليو ويو. ٿڪي ماندي تانيا جنهن جو بدن زخمن کان ڇچڪي رهيو هو. هوءَ

کھريءَ بينچ تي ليٽي پيئي. وڏسليءَ جي زال اھو موقعو ڏسي تانيا وٽ آئي ۽ پڇڻ لڳس:.

"تون ڪير آھين؟"

"تون ڇوٽي پڇين".

"ڀلا تون ڪٿان آئي آھين؟"

"ماسڪو مان".

"تنھنجو ماءُ پيءُ جيئرو آھي؟" پر تانيا ڪو به جواب نه ڏنو. ھوءِ بنا ڪجھ ڳالھائڻ جي اٿيئي سمھي پيئي. ھن جي منھن مان پڪ به ٻاھر نه نڪتي. جيتوڻيڪ ھن جا پير برف تي گھمڻ سبب ڀخ ٿي ويا ھئا ۽ جنھن ڪري ڪيس پيرن ۾ سخت سور ٿيو ھوندو. ڪھڙي خبر ھن سڄي رات ننڊ ڪئي يا نه؟ ۽ نه معلوم ھن دشمن جي گھر ۾ ھوندي دل ۾ ڇا پئي سوچيو؟

صبح جو ڳوٺ جي چونڪ ۾ جرمن سپاھين ڦاسي پئي تيار ڪئي. وڏسليءَ جي زال پراسڪو فيا وري ڇوڪريءَ سان ڳالھائڻ شروع ڪيو.

"ڇا تيون ڏينھن رات جو تون ئي آگ لڳائي ھئي؟"

"ھا، ڪو جرمن جلي مئو".

"نہ، ڪو بہ نہ".

"اف!...... تڏھن ڇا جليو".

"ھنن جو ھڪ طبيلو سڙي ويو. ھو ڇون ٽا تہ سندن

ڪجهه هٿيار ۽ گهوڙا جلي ويا".

ڏهين بجي جرمن آفيسر آيا. وڏو آفيسر ٽانيا کان پڇڻ لڳو:-

"ٻڌاءِ تون ڪير آهين؟"

ٽانيا ڪوبه جواب نه ڏنو ۽ آفيسر ڏانهن نفرت سان نهاريندي رهي. آفيسر وري پڇيو:-

"استالين ڪٿي آهي؟"

"استالين پنهنجي ڪم تي آهي" ڇوڪريءَ غرور سان جواب ڏنو. ان کان پوءِ گهر وارا وڌيڪ ڪجهه نه ٻڌي سگهيا. ڇاڪاڻ ته انهن کي ڪمري کان ٻاهر هڪاليو ويو.

پوءِ ٽانيا جا ڪپڙا ۽ ٻيون شيون آنديون ويون، جنهن ۾ هڪ فراڪ، سلوار ۽ جوراب هئا، هڪ ٿيلي جنهن ۾ کنڊ ماچيس ۽ لوڻ هو. سا پڻ آندي ويئي. هن جو ٽوپلو، ان جي گرم قميص، گرم سويٽر ۽ نود جو بوٽ گم هئا. نازي ننڍن آفيسرن اهي شيون پاڻ ۾ ورهائي ڪنيون هيون ۽ هٿن جا گرم جوراب آفيسرن جي بورچي ڪنيا هئا.

ٽانيا خاموشيءَ سان فراڪ پائڻ لڳي. پراسڪوفيا هن جي پيرن تي، جوراب پهرائڻ ۾ مدد ڪئي جي مار ۽ ٿڌ سبب نيرا ٿي ويا هئا. پيٽرول جي بوتل، جا ٽانيا کي پڪڙڻ وقت وٽانئس هٿ آئي هئي جنهن تي لکيل هو "آتشي معده" سا هن جي ڳچيءَ ۾

لٽڪائي ويئي. اهڙيءَ ريت سوويت روس جي نوجوان جانباز ڇاپا مار ڇوڪريءَ کي ڦاسيءَ جي تختي وٽ آندو ويو .

ڪيترائي گهوڙي سوار سپاهي ترارون ننگيون ڪري هن جي ارد گرد ٺهي بيٺا. ان لوڙهي اندر سو کان وڌيڪ آفيسر ۽ سپاهي بيٺا هئا. ڳوٺ جي رهواسين کي به اتي اچڻ لاءِ حڪم ڏنو ويو هو ته هو اچي ڦاسي ڏسن . پر بلڪل ٿورا ماڻهو آيا هئا . ڪيترا ته هن خوفناڪ نظاري کي ڏسي آهستي آهستي کسڪي رهيا هئا.

ڦاسيءَ جي چوڪاٺ ۾ هڪ رسي ٻڌل هئي ۽ ان جي هيٺيان ٻه پيٽيون هڪ ٻئي مٿان رکيون هيون. جلادن بهادر ڇوڪريءَ کي ڦاسيءَ جيتختي تي آندو. سندس ڳچيءَ ۾ رسي وڌي ويئي. هڪڙي آفيسر ڪئمرا ڪڍي فوٽو ڪڍڻ شروع ڪيو. نازي درندا ڦاسين ۽ قتلن جي فوٽن ڪڍڻ جا ڏاڍا شائق آهن.

فوٽو ڪڍڻ ڪري جلادن کي ڪمانڊر ترسڻ جو اشارو ڪيو . تانيا هن موقعي جو فائدو وٺي اتي بيٺل هارين ڏانهن رخ ڪري زوردار ۽ صاف لفظن ۾ چوڻ لڳي: ”ڪامريڊ ساٿيو! توهين هيسيل ڇوٿا نظر اچو؟ بهادر ٿيو ۽ جرمنن جو مقابلو ڪريو، هنن کي ٿوڙا ڇڏايو. ڪين جلائي خاڪ ڪريو، هڪڙي کي به جيئرو نه بچايو.“ هڪڙو جرمن جو تانيا جي ويجهو بيٺو

هو، تانيا کي مارڻ لاء اڳتي وڌيو پر تانيا هن جو ڏک روڪي وري چوڻ لڳي:- ”مونکي موت جو ڪو خوف نہ آهي. رفيقو! پنهنجي قوم جي لاء مرڻ هڪ وڏي فخر جي ڳالهہ آهي.“

جرمن آفيسر هن مهل تائين پريان ۽ اوريان ڦاسيءَ جون بہ تصويرون وٺي چڪو هو. هينئر هو تانيا جي هڪ پاسيري تصوير ڪڍي رهيو هو. جلاد ڪمانڊر ڏانهن انتظاريءَ سان نهاري رهيا هئا. ڪمانڊر تکي رڙ ڪري چيو: ”جلد ڪريو!“

ايتري ۾ ڦڙتائي سان تانيا، ڪمانڊر ۽ نازي سپاهين ڏانهن منهن ڪري چيو: ”توهين مونکي ڦاسي ڏيئي رهيا آهيو. پر مان اڪيلي نہ آهيان. اسين پاڻ ۾ ويهہ ڪروڙ آهيون. اوهين اسان سڀني کي ڦاسي نہ ڏيئي سگهندا. منهنجي موت جو بدلو اوهان کان ضرور ورتو ويندو. هينئر بہ ڪجهہ نہ بگڙيو آهي. هينئر بہ پيش پئو. هر حالت ۾ فتح اسانجي آهي.“

اتي بيٺل روسي رهواسي روئي رهيا هئا. ڪيترا تہ ڦاسيءَ کي پٺي ڏيئي بيٺا ان ڪري تہ هو اهو ڀيانڪ نظارو نہ ڏسن.

جلاد رسي ڇڪي جا تانيا جي گردن وٽ سوڙهي ٿي ويئي، پر تانيا ٻنهي هٿن سان رسي کي جهٽڪو ڏيئي ويڪرو ڪرڻ جي ڪوشش ڪري ۽ پڇين ٿي ٻيهي پوري طاقت خرچ ڪري وڏي آواز سان

چوڻ لڳي:-

"ساٿيو! هميشہ الوداع......ڪنهن جو بہ خوف نہ ڪريو........ وڙهندا رهو ........ استالين اسان سان ساڻ آهي.... استالين ضرور ايندو."

جلاد هيئنان رڪيل ڪاٺ جي پيٽيءَ کي زور سان لت هڻين. اها سخت چميل برف تان کسڪندي پري وڃي پيئي ۽ مٿين پيٽي هيٺ اچي ڪري. تانيا جا پير هوا ۾ لٽڪڻ لڳا. ميڙ چڙوچڙ ٿيڻ لڳو. ڪنهن ماڻهو رڙ ڪئي جنهن جو پڙاڏو دور دور تائين ٻڌڻ ۾ آيو.

اهڙيءَ ريت تانيا هڪ قيديءَ جي حيثيت ۾ فاشسٽ ڦاسيءَ جي ڦندي ۾ پنهنجي جان ڏني. هن پنهنجي تڪليف جو بلڪل اظهار نہ ڪيو. پنهنجن ساٿين جو پتو نہ ٻڌايائين. هن تڪليف ۽ موت کي بهادريءَ سان برداشت ڪيو. هوءَ هڪ اهڙي بهادر قوم جي ڌيءَ هئي، جنهن قوم کي دنيا جي ڪا بہ طاقت صفحہ هستي تان مٽائي نٿي سگهي. هن جي ياد هميشہ زنده رهندي.

ٿوري وقت ۾ چونڪ مان سڀ ماڻهو ٽڙيپکڙي ويا. ان ڏينهن ڪو بہ گهر مان ٻاهر نہ نڪتو. جيڪڏهن ڪو بہ ماڻهو ضرورت ڪان ٻاهر نڪتو ٿي تہ هو ڦاسيءَ وٽان لنگهندي ڪنڌ هيٺ ڪري وڏيون وڏيون وکون کڻندو ٿي ويو.

تانيا جو لاش اتي سڄو سارو مهينو برف ۾ ڍڪجندو ۽ هوا ۾ لڏندو رهيو. جڏهن جڏهن جرمن فوجون ان ڳوٺ مان لنگهنديون هيون. تڏهن ڪي بد دماغ ۽ شودا نازي سپاهي اچي لاش کي گهيرو ڪندا هئا ۽ لنيون ڪٺي هن جي جسم ۾ چڀائيندا هئا. ڪافي وقت اتي بيهي پاڳلن وانگيان ٽهڪ ڏيندا پوءِ اڳتي ويندا هئا. ٿورو پري هنن جي وندر واسطي ٻين ٻن نوجوانن جا لاش ضلع اسپتال جي سامهون لٽڪيا ٿي. اهڙيءَ طرح روس جي خون سان رڱيل زمين تي هند هند ڦاسين جي لڪڙن مان ”انتقام انتقام“ جا آواز نڪري رهيا هئا.

........۳۱ ڊسمبر ۱۹۴۲ع جي شام جو شراب جي نشي ۾ ٻٽ نازي سپاهي تانيا جي لاش وٽ اچي گڏ ٿيا. مرده جسم تان سڀ ڪپڙا لاهي، انهن لاش جي بي‌حرمتي ڪئي ۽ ان ۾ ڇرا چڀايائون. هڪ ڏينهن وڌيڪ لاش پيو رهيو. ٻهرين جنوري ۱۹۴۲ شام جو ترجمان حڪم ڏنو ته ڦاسيءَ جا لڪڙا اکاڙيا وڃن. جرمنن جي مقرر ڪيل ڳوٺ جي حاڪم اهو ڪم ڪن ماڻهن جي سپرد ڪيو. ڳوٺ کان ٻاهر هڪ هند برف جو تهه پري ڪري کڏ کوٽائي ويئي.

ٿورو پريان ابتدائي تعليم جو اسڪول هو. جرمنن ان اسڪول کي نقصان پهچايو هو. ان جي فرش ۽ ڇت جون سموريون ڪاٺيون اکاڙي ميزن ڪرسين

سان گڏ جلائي ڇڏيون هيائون. ان اجڙيل عمارت ۾ جهنگ جي وچ ۾ تانيا جي قبر کوٽي ويئي. هڪ هاريءَ جي برف گاڏيءَ ۾، تانيا جو لاش، ڦاسيءَ جي ڦندي مان ڇڏائي قبر تائين آندو ويو. ڪتريل نوڙيءَ جو ڦندو اڃان سندس ڳلي ۾ پيو هو. هن جون اکيون، جن تي ڪارا پرون محرابن وانگر مڙيل هئا، بند ٿيل هيون. سندس ڇپ پيڪڙيل ۽ ويڪري پيشانيءَ تي سونهري وار پکڙيا پيا هئا. هن جو چهرو نيرو ٿي ڪارائجي ويو هو ته به خوبصورت روسي شڪل جي تازگي اڃا قائم هئي. سندس منهن تي ٿڪاوٽ کان پوءِ آرام ۽ سڪون ڇانيل هو.

هڪ قبر کوٽيندڙ هاريءَ چيو: هن جي لاش کي ڪنهن شيءِ سان ڍڪڻ گهرجي.

”ڇي ڪنهن شيءِ جي به ضرورت آهي؟ شايد اوهانجي دماغ ۾ اهو خيال آهي ته هن جو لاش وڏي عزت ۽ ڌام ڌوم سان دفنائجي؟“ ترجمان غصي مان چيو. ڪنهن به عوت کان سواءِ هن نوجوان ڇوڪريءَ جو لاش هڪ وڻ جي هيٺان قبر جي پاسي ۾ ليٽايو ويو. برف جو هڪ طوفان آيو ۽ قبر جو نشان به مٽجي ويو.

پر اها فوج جلد اچي ويئي جنهن لاءِ تانيا، ڊسمبر جي اونداهين بيحد ٿڌين راتين ۾ فاشسٽ ڌاڙيلن کي ماري مغرب جا رستا کولي ڇڏيا هئا. روسي حملو

اوچتو ٿيو. جرمن خوف ۽ گهٻراهٽ وچان پيٽري شيفو مان پنتي پيڳا. اڳ نازي، هارين کي دعويٰ سان چوندا هئا ته هو جلد ماسڪو فتح ڪندا. هيئر اشارن ۾ ڏيکاريندا هئا ته جرمنن جي ماسڪو پهچڻ جي ڪا اميد ڪانهي. اڌلمندو روسي جرمنن جي خوب مرمت ڪري رهيا آهن. هينئر اهي وار وڪوف ڏانهن پنتي پيڄندي برلن واپس وڃي رهيا هيا.

جڏهن گربٽ سووو وٽ پهتا تڏهن نازين آن کي آگ لڳائي. سڄو ڳوٺ جلي خاڪ ٿي ويو. ان ڳوٺ جا هاري پيٽريشيوو ۾ پناهه وٺڻ آيا. آس پاس جي ٻين ڳوٺن مان به بنا اجهي روئندڙ ٻار ۽ لاوارث زالون پڻ اُتي اچڻ لڳيون.

ٻئي ڏينهن ٿي جرمنن محسوس ڪيو ته هنن پيٽريشيوو کي هن مهل تائين باهه نه لڳائي آهي. چوويهن سپاهين جو هڪ دستو ڳوٺ کي آگ لڳائڻ لاءِ موڪيو ويو. پر هو ان ڊپ ڪري پوئتي واپس ڀڄي ويا ته متان پنهنجن سائين کان جدا ٿي لال فوج جي هٿ چڙهي وڃن. هنن باهه ڏيڻ جي تڪليف نه ورتي، پر جاين جي درين ۽ شيشن کي ڪجهه نقصان پهچايائون ۽ جلدي ڀڄي وڃي پنهنجي دستي سان مليا.

اها ڳالهه چڱي ٿي جو نازي پوت پنهنجي ڪمانڊر جو حڪم بجا نه آڻي ڳوٺ جلائي نه ويا. آخر سڄي

ضلع مان هيءَ هڪڙو ڏي ڳوٺ تباهيءَ کان بچي ويو. هٽلر جي ظلم جا شاهد هن ڳوٺ ۾ ڳالهيون ڪولڻ لاءِ رهجي ويا. هن ڳوٺ ۾ نازين تانيا تي ظلم ڪيو هو. هن واقعي سان لاڳاپو رکندڙ تانياجي قبر روسين لاءِ هڪ پوتر يادگار ٿي پيئي آهي. اها جڳهه، جتي بهادر روسي ڇاپامار ڇوڪريءَ تانيا لاقاني ڪارناما ڏيکاريا، اڃا محفوظ آهي.

سوويت فوجون بهادر جنرل ليئونڊ گوووروف جي اڳواڻي هيٺ جلد ڏي پيٽريشيفو مان لانگهائو ٿيون. هو اولهه ڏانهن پڄندڙ دشمن جو پيڇو ڪري رهيا هئا. دشمن موزاهسڪ، گزهاسٽڪ ۽ ويازما ڏانهن پڇي رهيو هو. ٽڪڙ هوندي به سرخ سپاهي تانيا جي قبر تي عقيدت جا گل پيش ڪرڻ آيا.

سڀ روس جا رهواسي انهن مائٽن جا شڪرگذار آهن، جن تانيا جهڙي دلير ڇوڪريءَ کي جنم ڏنو ۽ پروش ڪئي، انهن استادن جا ٿورائيتا آهن، جن تانيا کي تعليم ڏني ۽ تانيا جي انهن دوستن جا احسان مند آهن جن تانيا جي روح کي جاڳايو.

اهڙي وقت تي لال فوج جو ڪمانڊر چوي ٿو "فاشستن تي پورو نشان چٽيو. تانيا کي ياد ڪريو. شل اوهان جي گولي پوري لڳي ۽ هن بهادر ڇوڪريءَ جو بدلو وٺو. جڏهن حملو ڪريو تڏهن تانيا کي ياد رکو ۽ پوئتي نه نهاريو. تانيا جي لاءِ پنهنجي سنگينن

سان انهن کي ختم ڪريو. ”آرين“ جون ڪوپريون بندوق جي ڪُنن سان چڪنا چور ڪريو. تانيا جي لاءِ نازين کي بمن سان اُڏايو. انهن تي رحم نہ ڪريو. هنن تانيا تي رحم نہ ڪيو. نازي انسان نہ آهن. تانيا جي خون جو بدلو هزار فاشسٽن جي خون سان چڪايو“.

تانيا جي قبر تي لال سپاهي فاشسٽ جرمنن سان لڙڻ جو هڪ آهني (لوه جهڙو مضبوط) اقرار ڪن ٿا. هو جنگ جي ميدان ۾ انهيءَ يقين سان وڃن ٿا تہ تانيا انهن سان ساڻ آهي. تانيا سڄي ملڪ ۾ مشهور ٿي ويئي آهي. لکين ماڻهو اُن هستيءَ سان محبت ۽ عقيدت جو اظهار ڪن ٿا جا روس جي هڪ ڪنڊ ۾ برف سان ڍڪيل قبر ۾ سمهي پيئي آهي ۽ استالين بہ پنهنجي ملڪ جي بهادر ڌيءَ جي قبر تي عقيدت سان گل چاڙهي ٿو.

## ٢

سويت يونين جي اعليٰ سويت صدارتي ڪميٽيءَ، نوجوان ڪميونسٽ ليگ جي ميمبر، ڇاپا مار جانباز ڇوڪري، زويا ڪاسموڊيميانسڪايا کي سندس مرڻ کانپوءِ ”سويت يونين جي سورمي“ جو خطاب عطا ڪيو. زويا پاڻ کي تانيا سڏائيندي هئي. جرمنن جي

سچي ڪراڙ ۽ پيٽريشيفو جي هاري عورت پراسڪو يا ڪيولڪ جي پڇڻ تي به هن پنهنجو اصلي نالو ڪونه ٻڌايو هو. جهنگ ۾ رکو هڪ ڇاپا مار سپاهي کي پنهنجو نالو تانيا ٻڌايو هيائين. اتي به هوءَ پنهنجو اصلي نالو لڪائي ويئي. هن پنهنجي بچاءَ جي خاطر ائين ڪيو هو.

نوجوان ڪميونسٽ ليگ جي ماسڪو ڪاميٽيءَ هن جي سڃاڻپ ڪئي. هوءَ ماسڪو جي اسڪول نمبر ٢٠١ ۾ ڏهون درجو پڙهندي هئي. هن جي عمر ارڙهن ورهيه هئي. هن جو پيءُ ننڍي هوندي ئي گذاري ويو هو. هينئر هوءَ پنهنجي ماءُ سان رهندي هئي. ماڻس جو نالو ليوباف آهي ۽ هڪ اسڪول ۾ ماسترياڻي آهي.

زويا جا دوست بيان ڪن ٿا ته هن جو قد ڊگهو ۽ ڪلها ويڪرا هئا. هن جون ڪاريون اکيون، مڙهيل ڀرون ۽ سونهري وار ڳچيءَ وٽان ڪتريل هئا. هوءَ جيڪو ڪم هڪ دفعو هٿ ۾ کڻندي هئي ان کي ختم ڪري پوءِ ڇڏيندي هئي. هوءَ تمام گهڻا ادبي ساهتيڪ ڪتاب پڙهندي هئي. جيڪي ٽڪر انهن مان وڻندا هئس اهي نقل ڪري پاڻ وٽ رکندي هئي. هوءَ حسابن ۾ ڪمزور هئي. اسڪول بند ٿيڻ ڪانپوءِ الجبرا جا ڪتاب ڪڍي پڙهڻ ويهندي هئي ۽ مشڪل سوالن کي حل ڪندي هئي.

زويا کي سندس هم ڪلاسين، پنهنجي ڪلاس لاءِ، نوجوان ڪمونسٽ ليگ جو آرگنائيزر (منتظم) چونڊيو هو. هڪ دفعي هن رٿ ڏني ته جيڪي ڇوڪريون گهٽ پڙهيل آهن، انهن کي هلي پاڙهجي. هن پنهنجي رٿ کي عمل ۾ آڻي ڪامياب بنايو. ڪجهه وقت ته هن جي هم ڪلاسين اهو ڪم ڦڙتائيءَ سان ڪيو. انهيءَ لاءِ ڪين پري وڃڻو پوندو هو، سو جلد ٿڪجي پيا. ان تي زويا ڏاڍو ناراض ٿي ۽ سمجهي نه ٿي سگهي ته هو اقرار ڪري پوءِ وري ڪيئن ٻدلجي ويا. انهن پنهنجو فرض نه پاڙيو....

هوءَ هڪ روسي ساهتيه ادب ۽ خاص ڪري روسي تواريخ پڙهڻ جي ڏاڍي شائق هئي. زويا طبيعت جي سادي ۽ رلڻي ملڻي ڇوڪري، چڱي ڪامريڊ ۽ نوجوان ڪميونسٽ ليگ جي سرگرم ميمبر هئي. پر ان دنيا کان سواءِ هن جي ٻي به دنيا هئي. ساهتيه ۽ تواريخ جي بهادرن جي دنيا، جن کي هوءَ گهڻو پائيندي هئي.

گهڻو ڪري هن جا دوست شڪايت ڪندا هئا ته هوءَ بي حد سنجيده هئي. هوءَ ماٺ ۾ تڏهن هوندي هئي جڏهن ڪو ڪتاب غور سان پڙهندي هئي. اهڙي وقت زويا هن دنيا کان ٻاهر، اڪيلو، پنهنجن خيالن ۾ محو، ڪتابن سان روح رهاڻ ڪرڻ ۾ مشغول هوندي هئي. زويا جي اکين اڳيان پشڪن، گوگول ٽالسٽاءِ، ٻيلانسڪي، ترگنيو، چرنيشوسڪي، هرزن،

نيڪرسوف، روسي ساهتيڪارن ۽ اديبن جون تصويرون هميشه پيون ڦرنديون هيون. انهن بزرگن جون ڳالهيون ياد ڪري هوءَ هر وقت پنهنجي زندگيءَ کي ناهڻ ۾ مشغول هوندي هئي. اهي ئي ڳالهيون هيون جن هن جي اندر ۾ ملڪ ۽ قوم جي خدمت ڪرڻ لاءِ آنڌ مانڌ پيدا ڪئي. زويا پنهنجي نوٽ بڪ ۾ سمورا صفحا ٽالسٽاءِ جي مشهور ناول، "جنگ ۽ صلح" جا نقل ڪري ڇڏيا هئا. چرنيشيوسڪ ۽ شيفشينڪو جا غمگين ۽ قرباني وارا ڪارناما هن جي خيالات تي ڇانئجي ويا هئا. هوءَ خود به انهن وانگر قربانيءَ جا خواب لهندي هئي.

اسان وٽ هن جو اهو ڪتاب آهي جيڪو هوءَ ماسڪو ۾ ڇڏي ويئي هئي. زويا جي ان ڪتاب ۾ جدا جدا ڪتابن مان نوٽ ڪيل ٽڪرا آهن، جن مان هن جي دل جي تارن جي لرزش جو اندازو لڳائي سگهجي ٿو. انهن مان اسان کي زويا جي ذهني تصوير نظر اچي ٿي.

"انسان جي هر هڪ شيءِ، هن جي صورت، هن جا ڪپڙا، هن جو روح ۽ هن جا خيالات خوبصورت هجڻ گهرجن" چيخوف (هڪ روسي ترقي پسند ڪهاڻي ليکڪ)

"ڪميونسٽ ٿيڻ جو مطلب آهي، سوچڻ، ارادو ڪرڻ، همت ۽ دليريءَ سان عمل ڪرڻ". مائيڪوسڪي (سويت جو وڏي ۾ وڏو شاعر)

”آءٌ ڏهن فرانسي ماڻهن جي بدلي هڪ به روسي ڏيڻ لاءِ تيار نه آهيان“ ڪيوتوزاف (روسي ڪمانڊر جنهن نيپولين کي شڪست ڏني هئي.)

”گورڪي جي تصنيفن ۾ ڪيتري نه انسانيت ۽ محبت پريل آهي“. ٻئي هنڌ لکيل آهي ته ”آٿيلو (شيڪسپيئر جو مشهور ڊرامو) ۾ انسان جي اعليٰ جدوجهد پيش ڪئي ويئي آهي جا هو سچائيءَ جي حقيقت ۽ جذباتي پاڪائي لاءِ ڪندو رهيو آهي. آٿيلو ۾ انسان جي بهترين بلند ترين جذبات جي جيت لکل آهي“.

کهڙي نه موهيندڙ نموني ۾ زويا انهن ماڻهن جي متعلق لکيو آهي، جي ماضيءَ ۾ فخر وارن ڪارنامن ڪان مشهور آهن ۽ جي اسان جي قوم جي حال ۽ مستقبل جي اميدن جا جيئرا جاڳندا مجسما آهن. هن کهڙي نه محبت سان لينن ۽ استالين جو ذڪر ڪيو آهي.

هن جي نوٽ بڪ مان معلوم ٿئي ٿو ته هن جا خيال ڪيترا نه بلند ۽ پوتر هئا. ان مان ظاهر ٿئي ٿو ته هن انسانيت جي اوچي معيار تي پهچڻ چاهيو ٿي.

جون ۱۹۴۱ع ۾ ساليانه امتحان ٿيا. زويا ڏهين درجي ۾ مس داخل ٿي ته ٿورن ڏينهن ۾ جنگ شروع ٿي ويئي. زويا جنگ جي ميدان ڏانهن وڃڻ چاهيو. پنهنجي ماءُ کان اجازت وٺڻ وقت چوڻ لڳي. ”تون

روئين چـو ٿـي ؟ آءُ يـا تـہ سـورمـي بـڻجي واپـس وورنديس يـا تـہ سورمـي بـڻجي بـهادريءَ سـان جـان ڏينديس ".

هينئر زويـا فوجي بـئرڪ ڪـمانڊر اڳيان بيـٺي هئي. ڪمانڊر هن ڪـي غور سـان ڏسي پڇيو "ڊڄين ڪونہ ٿي؟"

"نہ آئون بلڪل ڪونہ ٿي ڊڄان".

"جـهنگ ۾ رات جـو اڪـيلو رهـڻ ڪـيترو نـہ خطرناڪ آهي!"

"مونکي ان جو ڪو فڪر نہ آهي".

"جيڪڏهن توکي جرمن پڪڙي وٺن ۽ تڪليفون ڏين تہ پوءِ؟"

"آءُ سڀ تڪليفون برداشت ڪنديس".

ڪمانڊر هن جي بي ڌڙڪ جوابن کي ٻڌي هن کي هڪ ڇاپامار (لڪي ڇپي دشمن تـي حملڪو ڪندڙ) ٽوليءَ ۾ شامل ڪيو.

١٧ نـومبر تـي زويـا پـنهنجي مـاءُ کـي آخريـن خط لکيو:

"منهنجي مٺڙي اما! هينئر تون ڪيئن ٿي محسوس ڪرين؟ تـون ڪـيئن گذاري رهـي آهين؟ جيـڪڏهن وقت مليئي تہ مونکي بہ لفظ لکج. جـڏهن آءُ هـيءُ ڪم پورو ڪنديس تـڏهن توسان مـلڻ ايندس ... ... تنهنجي زويا" هن پنهنجي نوٽ بڪ ۾ ان وقت لکيو

"چڱو الوداع! الوداع!! مونکي ياد رکجو".

ٻئي ڏينهن زويا ۽ نوجوان ڪميونسٽ ليگ جا ڪجھ ڇاپامار سپاهي جنگي مورچو پار ڪري دشمن جي قبضي هيٺ آيل ايراضيءَ اندر گھڙيا. ٻن هفتن تائين هو جهنگ ۾ لڪيا رهيا. رات جو هو جنگي ڪارنامن ۾ رڌل رهندا هئا ۽ ڏينهن جو برف جي ڍيرن تي وڻ جي سهاري سمهي پوندا هئا. ان قسم جي سخت زندگيءَ ڪيترن جي همت ٽوڙي ڇڏي ليڪن زويا ڪڏهن به زبان مان آف نه ڪڍي. هوءَ فخر سان سڀني مصيبتن کي برداشت ڪندي رهي.

هو پاڻ سان پنجن ڏينهن جو کاڌو کڻي آيا هيا، ان مان انهن پندرهن ڏينهن گذارو ڪيو. هيئنر واپس ورڻ ضروري هو. ليڪن زويا اهو محسوس ڪري رهجي پيئي ته هن اڃان فرض پورو نه ڪيو آهي. ان ڪري هن پنهنجي سائين کي چيو ته آءٌ گهٽ ۾ گهٽ هڪ ڏزن جرمن سپاهين کي ماري پوءِ مرنديس. ٻيا ڇاپامار سپاهي هن سان گڏ رهجي پيا. ٻن ٽورن ڏينهن کان پوءِ هوءَ اڪيلي ئي رهجي ويئي. تنهن هوندي به هن جي همت نه ٽٽي. هن جهنگ ۾ راتيون اڪيلو گذاريون. اڪيلو ئي هوءَ دشمن جي گھوڙن جي طبيلن تي حملو ڪرڻ آئي. اڪيلو ئي هن دشمنن جو مقابلو ڪيو، جن هن کي طرح طرح جا ڏک پهچايا. ان ۾ شڪ ڪونهي ته ان وقت به هن

جي اڪين جي اڳيان روسي بهادرن ۽ جانباز شهيدن جون تصويرون ڦرنديون هونديون جن هن کي طاقت پهچائي هوندي.

اسڪول ۾ زوزيا هڪ دفعي پنهنجي نوٽ بڪ ۾ ايليا مرومتس بابت لکيو. "جڏهن هن کي بديءَ جو ڀوت سوڙهو ٿو ڳهتي تڏهن هن کي روس جي سرزمين طاقت پهچائي ٿي". جڏهن هوءَ خود ڦاسيءَ جي تختي تي بيٺي هئي تڏهن ائين پئي ڏسڻ ۾ آيو ته انهن مشڪل گهڙين ۾ روسي سر زمين ڏي هئي جنهن هن کي زبردست طاقت بخشي هئي. هوءَ ان وقت هڪ معمولي ڇوڪري نه هئي. ايتري قدر ته هوءَ بهادر هئي جو دشمن پڻ سندس همت جي طاقت جي ساراه ڪان پاڻ کي روڪي نه سگهيا.

هڪ جرمن سپاهي ڪارل پيٽرلن، جو زويا جي ڦاسيءَ وقت پيٽريشيفو ۾ هو ۽ جنهن کي پوءِ سرخ فوج گرفتار ڪيو، هيٺيون بيان ڏئي ٿو.

"اوهان جي ننڍڙي بهادر ڇوڪري آخري وقت تائين سنجيده هئي. هوءَ غداري ڪرڻ نه چاهندي هئي...... سردي ۾ سڪي هوءَ نيري ٿي وئي هئي. هن جي زخمن مان خون وهي رهيو هو، تنهن هوندي به هن ڪجهه نه ڪڇيو".

زويا اهڙيءَ طرح ڦاسيءَ جي تختي تي جان ڏني، هن جي دل ۾ ملڪ جي يادگيري هئي؛ سندس چپن تي

استالين جو نالو هو ۽ مرڻ وقت به ايندڙ فتح جي خوشخبري ٻڌايائين.

ڏاڙيل هٽلر جي ظالم سپاهين جا ستم اڪين سان ڏسڻ وارا زنده آهن. زويا جا ڪارناما جنهن جڳهه سان لاڳاپو رکن ٿا، اها جڳهه اهڙيءَ طرح ٿي سلامت آهي جهڙيءَ طرح هن جي قبر، جنهن ۾ زويا جو زخمن ڪان چور ٿيل جسم آرام ڪري رهيو آهي.

ان ننڍڙي قبر تي سويت فوج ناز ڪري ٿي. هن دلير ۽ جانباز ڇاپامار ڇوڪريءَ جي مشهوري هڪ ڳوٺ ڪان ٻئي ڳوٺ تائين پکڙجي رهي آهي. هن جو نالو عوام جي چپن تي دعا مثل رهي ٿو. جنگي ميدان ۾ سرخ فوج جا سپاهي هن تي نظمون لکن ٿا ۽ هن جو نالو وٺي دشمن تي گولي هلائن ٿا. هن جي يادگيري سويت رهواسين کي نئين همت بخشي ٿي. تواريخ جي هڪ وديارٿيءَ "پراودا" (سويت جي هڪ مشهور اخبار) کي لکيو آهي.

"اسان سويت جي رهواسين کي هن ڪان به وڏيڪ دردناڪ واقعن جو مقابلو ڪرڻو آهي. جڏهن مشڪلاتون حد کان وڌي وينديون، تڏهن هن دردناڪ واقعي کي ٻيهر پڙهندس ۽ هن جانباز ڇاپامار ڇوڪريءَ جي خوبصورت ۽ همت وڌائيندڙ چهري کي ڏسي طاقت حاصل ڪندس".

# ٣

## زويا جي ماءُ جي ريڊيو تي تقرير

ڪامريڊ! ساٿيو!

آءُ اوهان کي ڪي ڳالهيون ٻڌائڻ چاهيان ٿي. منهنجا پيارا ٻارو! منهنجي دل چوي ٿي ته اوهان کي وحشي نازي جانورن کان، انهن جرمن قاتلن کان منهنجي ڌيءَ جو بدلو وٺو.

ساٿيو! مان زويا متعلق وڏي مشڪل سان ڪجهه چئي سگهنديس. منهنجي مشڪلات جو اوهين خود اندازو لڳائي سگهو ٿا. آءُ اُن هستيءَ کان محروم ٿي پيئي آهيان جا مون کي دنيا ۾ سڀ کان پياري هئي، جنهن کي مون پاليو نپايو هو. مون کي پڪو يقين آهي ته جڏهين اوهين سڀ وڏا ٿي ماءُ پيءُ بڻبا تڏهين اوهان کي ايتري وڏي مصيبت نه ڏسڻي پوندي. ان هوندي به مون کي زويا بابت ڪجهه ٻڌائڻ گهرجي. مان اوهان سڀني نوجوانن کي اهو چوڻ ٿي گهران ته مونکي پنهنجي ڌيءَ تي فخر آهي، ۽ زويا کي به، جيتوڻيڪ هوءَ منهنجي ڳالهه هيئنر ٻڌي نه ٿي سگهي. اهو چوڻ چاهيان ٿي ٻچڙي، تنهنجي ماءُ کي توتي فخر آهي!

ساٿيو! زويا وڏي روشن دماغ، بهادر ۽ صاف دل

هئي. سندس سيني ۾ سپاهي جهڙي دل هئي. هوءَ مونکي گهڻو پيائيندي هئي ۽ آءٌ به کيس پيار ڪندي هيس. اسان جو رستو نه رکو ماءُ ڏيءَ جو هو بلڪ اسين ٻئي ساهيڙيون به هيون سين. جڏهن به آءٌ اداس ٿيندي هيس تڏهن هوءَ اچي منهنجي اکين ۾ اکيون وجهي چوندي هئي. ”امان توکي ڇا ٿيو آهي؟ دل نه لاهه سڀ چڱي ٿيندي“.

هوءَ بهادر ۽ سمجهدار هئي. مان هن کان عمر ۾ وڏي ۽ وڏيڪ تجربيڪار آهيان، وري به هوءَ مون کي ناڪاميابيءَ ۽ مصيبت وقت همت ڏياريندي هئي.

ساٿيو! زويا مونکي پنهنجي جنگي مورچي تي وڃڻ جي خبر ڏني، هن مونکي چيو ”امان آءٌ هڪ ڇاپامار سپاهي ٿي جنگي مورچي تي وڃان ٿي. آءٌ توکي سچ ٿي چوان. امان، جڏهن نازي ماسڪو طرف وڌي رهيا آهن تڏهن مان چپ ڪري نه ويهي سگهنديس“. آءٌ اهو ٻڌي گهوڙها جهلي نه سگهيس. اهو سڀ ڪجهه اوچتو ۽ اڻ چاڻائي ۾ ٿيو، جو مون لاءِ برداشت ڪرڻ مشڪل ٿي پيو. منهنجي سڪي لاڏي ڌيءَ ايتري ننڍڙيءَ عمر ۾ لڙائي تي وڃي رهي هئي.

زويا مونکي پريشان ڏسي چيو ”روئين ڇو ٿي امان ڇا تو مونکي اهو نه سيکاريو آهي ته مون کي

بهادر ۽ ايماندار ٿيڻ گهرجي؟ مونکي ان تي فخر آهي ته مان نازين خلاف لڙنديس، توکي به فخر ڪرڻ گهرجي ته آءٌ جنگي مورچي تي وڃانٿي. مونکي روئي روئي موڪل نه ڏي! ”آءٌ پنهنجا ڳوڙها پي ويس. هوءَ ايتري قدر ته خوش ۽ جوش ۾ هئي جو ڪيس ڏسي آءٌ شرمائجي ويس! ان رات مان ۽ زويا دل کولي ڳالهيون ڪيون. جڏهن زويا موڪلايو تڏهن مونکي اهڙي طاقتور سنجيده آواز ۾ ڪجهه چيائين جو مونکي اڃان تائين ياد آهي. ”آءٌ بهادر سورمي وانگر موتي ايينديس يا بهادر سورمي وانگر جان ڏينديس. امان گهبرائج نه“ ائين چئي مشڪي. ان کان پوءِ مون سندس پيارو چهرو نه ڏٺو. منهنجي دل زخميل آهي وقت ان زخم کي پري نه سگهندو، پر مونکي فخر آهي ته منهنجي ڌيءَ هڪ عظيم‌الشان مقصد خاطر ايتري بهادريءَ سان هلي ويئي، آخرين دم تائين ثابت قدم رهي ۽ هڪ ڪميونسٽ وانگر بهادريءَ سان موت جي آغوش ۾ ويئي.

مونکي ان ڳالهه جي خوشي آهي ته زويا ڪڏهن به پلجي نه وئي. هو منهنجي مامتا ڀريل دل ۾ هميشه رهندي، جيستائين اها دل حرڪت ڪندي رهندي. ليڪن زويا اوهان جي دلين ۾ تڏهن به رهندي جڏهن آءٌ زنده نه هونديس ۽ اوهان جي ٻارن جي دل ۾ به هن لاءِ هميشه عزت رهندي. اهي به هن کي

ياد ڪندا.....

مان ان ڏينهن موٽر ۾ وڃي رهي هيس جنهن ڏينهن "تانيا" مضمون "پراودا" ۾ ڇپيو هو. مون اخبار ڪانءِ پڙهي هئي. منهنجي چوگرد جيڪي ماڻهو هئا انهن ڇا ٿي چيو اهو ٻڌم. انهن چيو ٿي - تانيا، تانيا هن ڇوڪريءَ اهڙو بهادريءَ جو ڪم ڪري ڏيکاريو. شاباس آهي هن جي ارادي جي طاقت کي! اهو ٻڌي به آءٌ سمجهي نه سگهيس ته اها "تانيا" منهنجي ئي "زويا" هئي. رکو زويا لاءِ تڙڦيس ٿي ۽ نهاريم پئي ته مورچي تي هوءَ ڪهڙيءَ حالت ۾ هوندي. مون اميد ٿي ڪئي جيڪڏهن زويا کي ڪنهن خوف کي منهن ڏيڻو پيو ته هوءَ به هن تانيا وانگر بهادريءَ سان مقابلو ڪندي. آخر اها خبر پيئي ته اها تانيا منهنجي زويا هئي:

ساٿيو! شل اهي جلاد هميشه لاءِ ختم ٿين. آءٌ چاهيان ٿي ته نازين ۽ فاشزم کي هميشه لاءِ ختم ڪيو ويندو. نوجوانو! انهن جرمن درندن کان انتقام وٺو جن منهنجي ڌيءَ کي اذيت پهچائي آهي. آءٌ اوهانکي درخواست ڪريان ٿي ۽ اهائي ڳالهه دهرايان ٿي جا منهنجي پياري زويا چوندي ويئي "همت ڪريو جرمنن کي ٽوٽا ڇپايو. فاشست ۽ نازي قاتلن کي دنيا جي تختي تان مٽائي ڇڏيو!"

# زويا جي ماءُ ڏانهن جنگي مورچي تان خط

هن وقت ڪاري ڀاٽ اونداهي رات آهي. اسين لال فوج جا پنج ڪماندر زمين ۾ ڪوٺيل ڪاهي اندر ويٺا آهيون. اڄ گڏوگڏ ڪان گهڻي جنگ مانيٽي تي ويٺي آهي ۽ پره ڦٽي ۽ جو وري نئين سر شروع ٿيندي. اسان سمهڻ چاهيو ٿي پر ننڊ ڪٿي؟ اسان اوهان جي تقرير لال فوج جي سپاهين کي پڙهي ٻڌائي. اسان اڳ ڪاٻه اهڙي لرزش پيدا ڪندڙ اثرائتي تقرير نه پڙهي آهي. اسان وسيع جنگ جي ميدان تي سڙيل ڳوٺ ۽ شهر ڏٺا آهن؛ اسان هارين جون زالون بي هوشيءَ جي حالت ۾، سندن ٻار ننڍ وگهي مثل ۽ ساڻن ڇميل، نازين هٿان گهاجنديون ڏٺيون آهن؛ اسان هزارن جي تعداد ۾ نازين هٿان زخميل نيم قتل ٿيل نوجوان ڇوڪريون ڏٺيون آهن؛ اسان، هزارين خون ڪيل ۽ ڦاسيءَ تي لٽڪيل لاش ڏٺا آهن؛ اسان سڀ ڪجهه ڏٺو آهي جو ڪجهه هي رت جا اڃايل نازي هٽلر جا پوئلڳ ڪري رهيا آهن؛ پر تنهن هوندي به سچي لڙائيءَ ۾ اسان جي اکين ۾ آنسون نه آيا آهن.

پر اڄ توهان جي تقرير اسان جي پٿر جهڙين اکين مان به ڳوڙها آندا آهن، اسين اهي ڳوڙها اگهي قسم ٿا کڻون ته تانيا کي ڪڏهن به نه

وساريندا سين ۽ نه هن جي قاتل نازين کي معاف ڪندا سين. هن جو پاڪ چهرو اسان ۾ ڪشش ۽ جوش پيدا ڪري جنگي ميدان ڏانهن لڙائي لاءِ رهنمائي ڪري رهيو آهي.

اوهان اهڙي بهادر، سورمي ڇوڪري پيدا ڪئي. اسين اوهان جا احسان مند آهيون.

جنگ هلندي تمام خوفناڪ گهڙين وقت ماڻهو تانيا تانيا پڪاريندا آهن ۽ تانيا جو نالو انهن ۾ طاقت ۽ همت پيدا ڪندو آهي. تانيا جو نالو وطن پرستيءَ جو هڪ نشان بنجي پيو آهي.

ليپاوا جي ويجهو جڏهن جنگ هلي رهي هئي ۽ وڏي تعداد ۾ جرمن اسان جي ڪاهين ڏانهن وڌندا ٿي آيا، اهو وقت اسان کي ياد ٿو پوي. هڪ منٽ دير ٿئي ها ته هو جيڪر اچي اسان مٿان ڪڙڪن ها، پر اوچتو ئي هڪ سگنلر (Signal Girl) ڇوڪري اسان جي اکيان اچي ظاهر ٿي ۽ للڪار ڪري چيائين "ساٿيو اوهان لاءِ تانيا جو پيا آهيو- اٿو اڳتي وڌو!". اسان ۾ هڪ عجيب طاقت پيدا ٿي. جيئن اسين کاهين کان ٻاهر نڪتاسين ته اسان جا سڀ سپاهي وڏي خوشيءَ سان سنگينن سان حملي ڪرڻ لاءِ جرمنن ۾ ڏوڪي پيا. سگنلر ڇوڪري ڪري پيئي پر دشمن کي شڪست ڏيئي ڇڪنا چور ڪيو ويو. اسان کي اُن ڇوڪريءَ جي نالي جو ڪو پتو نه هو، پر اسين هاڻي

هن کي تانيا کري سڏيندا آهيون.

او ماتا، اسين تانيا کي ڪڏهن ڪونه ڀلائيندا سين. اسين تانيا جو بدلو وٺنداسين. هوءَ هڪ سورمي ٻنجي مٽي، پر هن جي ياد هميشه تازي رهندي.

امر ياد رک تانيا جيئري آهي ، سوپ اسان جي ٿيندي.

چڱو، بهادرانه مبارڪون.

سينئر ليفٽيننٽس ڪورياجن
ڪرتاشيومنٽيوگوف
ليفٽيننٽ بارسوگان
جونيئر پوليٽيڪل انسٽرڪٽرريسيانٽڪ
نارٿ ويسٽرن فرنٽ (مورچو)

# گلشن پبليڪيشن جا ڇپايل ڪتاب

١- سنڌ جي ڪتبخانن جي مختصر تاريخ ٢٤—٠٠
٢- سنڌي رسالن جي تاريخ ١٥—٠٠
٣- شوق جو اظهار عرف صدمي جي سو ڪڙي ٢٠—٠٠
٤- وڏا اديب وڏيون ڳالهيون ١٥—٠٠
٥- لائبرري سائنس جي تعليم ڀاڱو پهريون ٣٠—٠٠
٦- آڪاڻي رات وهاڻي ٥—٠٠
٧- ڪتبخانن جو انتظام ڇاپو ٻيو ٨—٠٠
٨- سنڌ جا هنر ١٠—٠٠
٩- آدرش رنگ (ختم ٿيل)
١٠- سنڌ جا مير ۽ مياڻي جي جنگ ٦—٠٠
١١- سنڌ جو بمبئي کان جدا ٿيڻ ٥—٠٠
١٢- ادب ۽ ماحول ٢٠—٠٠
١٣- سوچن جي صليب تي ١٠—٠٠
١٤- ميراڻي سنڌڙي ٢٥—٠٠
١٥- صوبهٔ سنڌ خلافت ڪانفرنس ٦—٠٠
١٦- لائبرري سائنس جي تعليم ڀاڱو ٻيو ٣٥—٠٠
١٧- تقرير جو فن ١٠—٠٠
١٨- لطيف ڪوئز ٦—٠٠
١٩- درجي بندي ١٨—٠٠
٢٠- ڊاڪٽر محمد علي قاضي ۽ لائبريرين شپ ٢٥—٠٠
٢١- مارئي ۽ مان ١٥—٠٠

ڪتابن گهرائڻ لاءِ لکو

**گلشن پبليڪيشن**

گهر نمبر H.C,B 1816 لڳ مسجد باب الاسلام
ممتاز ڪالوني، قاضي عبدالقيوم روڊ، حيدرآباد.

نالو : صاحب خان ميراڻي

ولد : بهادر علي

ادبي نالو : سورهہ ميراڻي

جنم : 08.04.1975

جنم هنڌ : ڳوٺ ڪيڙو، تعلقہ رتوديرو، ضلعو لاڙڪاڻو.

حال ائڊريس : غريب آباد محلہ، نئون ديرو. تعلقو رتوديرو.

تعليم : M.A سنڌي





ڪرت : اسسٽنٽ سب انسپيڪٽر آف سنڌ پوليس


## اڻ ڇپيل ڪتاب

ڏرتيءَ جا رکوالا (ٻارن لاءِ ناول) 1990ع

سائر سهس ڳجن (شاعري) 2021ع

برهہ منجهارا بوند (شاعري) 2022ع

صاحبِ ديوان سنڌي شاعر (تحقيق) اڻ مڪمل


موبائل نمبر : 0344 – 3919786

0300 – 3404488

اي ميل : sahibkhanmirani0@gmail.com

# سورهه سنڌي ادب




## صاحب خان ”سورهه“ ميراڻي

Cell No: 0344 3919786
0300 3404488